

امامِ انقلاب حضرت مولانا عبيدالله سنڌي رحمت الله عليہ

10 مارچ 1872 21 آگسٽ 1944

# حضرت مولانا عبيدالله سنڌي
## عليه الرحمته

مسٽر محمد امين خان کوسه (مرحوم)

سرود رفته باز آيد که نه آيد- نسيما از حجاز آيد که نه آيد
سر آمد روزگارِ اين فيقري -دگر داناء راز آيد کہ نہ آيد

(اقبال)

موجوده دنيا جو وڏي ۾ وڏو عالم قرآن، سراپا عمل و انقلاب، قومن جي قسمتن ۾ ڦيرو آڻيندڙ، صاحب ايمان و يقين، بوريانشين، مسڪين ۽ درويش عبيدالله سنڌي. دنيا ۾ نه رهيو! اهو نه رهيو جنهن جي زندگيءَ جي آخري گهڙي تائين قيصر وڪسريٰ جي حريم ناز ۾ عجيب ڪشمڪش رهي. اهو نہ رهيو جنهن جي زبان جو هر فقر و غلاميءَ ۽ جهالت جي خس و خاشاڪ جي انبارن کي فنا ڪندڙ هو. اهو نہ رهيو جنهن جي چهري تي نظر پوندي صحابہ رض جي زندگي ياد اچي ويندي هئي. اهو نہ رهيو جنهن جي صحبت جي هڪ پلڪ آدميءَ جي دل و دماغ تي عمل جو نشو چاڙهي ڇڏيندي هئي.

قرآن پاڪ جي تعليمات کي پنهنجي دل ۽ جگر جي خون سان جياريندڙ عالم نہ رهيو. نبي صلعم جو سچو عاشق نہ رهيو. پنهنجي پير طريقت حضرتنا حافظ صاحب رح جي تعليمات کي سمجهندڙ ۽ سمجهائيندڙ نہ رهيو.

خبر نہ آهي تہ مسلمان مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي ڪڏهن سمجهندو

يا نہ. پر افسوس اهو متاع گران اڄ اسان کان کسجي ويو. مسلمانن ۾ صدين تائين مولانا جهڙو آدمي ڪونہ پيدا ٿيو آهي. سچ تہ ائين آهي تہ اڄوڪي دنيا جنهن ۾ تمام وڏيون وڏيون هستيون ظاهر ٿيون مولانا جي پايہ جو ماڻهو ڏسڻ ۾ نٿو اچي. "آءُ پرچونديءَ شريف جو هڪ فقير آهيان." هن مون کي خطاب ڪندي فرمايو تہ اهو فقير جنهنجي فقيريءَ تي هزارين شهنشاهتون قربان ڪري ڇڏجن.

"مهنجي سائينءَ جو تصور هميشہ منهنجي سامهون آهي تہ ٻي دفعہ پنهنجي مرشد ۽ اسلام سيڪارينڊڙ حضرت نا." مرشدنا حضرتِ حافظ صاحب رحمتہ الله عليہ ڏانهن اشارو ڪيائون.

سندن بابت آخرين مضمون الوحيد ۾ جڏهن ڇپجي ويو تڏهن فرمايائون تہ "هي شيون آهن تنهنجي مضمون ۾ عبيدالله ۽ پرچونديءَ شريف" "چڱو ٿيو، خان، تون اسان کي سڃاڻين ٿو." مشڪندي چيائون ۽ ٿوري وقت کان پوءِ سندن اکيون اشڪ آلوده ٿي ويون.

هندستاني مسلمانن کي مولانا حياتيءَ جو نئون پيغام ڏنو آهي. مولانا مسلمانن کي دستاويز ڏنو آهي تہ هو هن دنيا ۾ جتي مذهب ۽ دين تي سخت حملا ٿي رهيا آهن صرف مسلمانن جي حيثيت ۾ زندگي بسر ڪري سگهن ٿا. مولانا جيئن هندستان ۾ آيو تيئن هن اها پئي ڪوشش ڪئي آهي تہ مسلمان سوچڻ، سمجهڻ ۽ عمل ڪرڻ سڪي جيئن هو غير جي حملن کان محفوظ رهي.

مسلمان مولانا جي ڳالهہ سمجهي ورتي تہ شايد زنده رهي نہ تہ جيئن آهي تيئن رهندو. مولانا خوب فرمايو تہ "اسانجو سرمايہ اسان جو مستقل فڪر آهي" مسلمانن کي انهيءَ مستقل فڪر جي خزانہ هٿ

ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي.

شهداد ڪوٽ لاءِ جو خطبو لکيائون مون کي چيائون ته اهو بہ آهي "ٻڌائڻ اٿن ڇوڪرن کي ٻڌايون ۽ اٿاريون ٿا":

ذاتي طرح منهنجو هڪ "معشوق ۽ محبوب" اٿي ويو. منهنجي راتين جي تنهاين جو ساٿي، منهنجي آه نيم شبي ڪان باخبو منهنجي جذب اندرون جو قدردان، منهنجي مصائب ۽ تڪاليف کي هڪ مسڪراهٽ سان دور ڪندڙ، منهنجي رندانه لغزشن، منهنجي نوجوانانہ مستين ۽ منهنجي ناتجربہ ڪارانہ حرڪتن کي پنهنجي مهربانين سان ڍڪيندڙ منهنجو "مولانا" مونکان ويو ۽ منهنجو پير و معشوق پنهنجي جدائيءَ جو داغ ڏيئي ويو. سندن جدائيءَ جي فراق ۾ ڳڙندڙ گوڙها قيامت تائين خشڪ نہ ٿيندا. "توحيد" ڪراچي سيپٽمبر ١٩٤٢ع)

